رَبِّ زِدۡنِيۡ عِلۡمًا

اين سخن کي شعر باشد اي پسر
اين همه ذکر است آيات و خبر

# عِشق نامه

از

سرتاج الشعراء، شهنشاهِ عشق، شاعرِ هفت زبان، منصورِ آخر الزمان، فخرِ پاڪستان

## حضرت سچل سرمست رحمة الله عليه

مرتب

قاضي علي اڪبر درازي


| Edition | Date | Copies |
| --- | --- | --- |
| دفعه اوّل | نومبر ۱۹۶۲ع | هڪ هزار |
| دفعو دوم | جون ۱۹۷۵ع | ٽين سوَ |
| دفعو ٽيو | اپريل ۱۹۷۹ع | اڍائي سوَ |

قيمت:- ۵۰-۲ رپيه

حق واسطا قائم

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# عشق نامہ

۱۔ آن خُدا از عشق آدم آفرید — تا ز مخلوقات اورا برگزید

۲۔ آن خُدا اورا امانتِ عشق داد — در نہادش سِرّ اسرار نہاد

۳۔ خانہ آدم را بخود آباد کرد — بیچگونی با چگون امداد کرد

۴۔ راست میگویم ولی گردد عیان — آنکہ ہست اسرار در باطن نہان

۵۔ ہست آن آدم کُجا عالم کُجا — آن خُدا موجود باشد جابجا

۶۔ "خلق الاشیا" دان تو "وہو عینہا" — رہ دوئی را سربسر تو کُن رہا

۷۔ آفرید خلق را خود آن خداست — "کُلِّ شیٔ" او دو دانستن خطاست

۸۔ آن خدا در نامِ انسان آمدہ — تا بپوشِ انسان رحمان آمدہ

۹۔ شاہِ اعظم دلقِ آدم پوش کرد — آن شراب اندر صراحی جوش کرد

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# عشقِ نامه (سنڌي ترجمه)

١- خدا تعاليٰ عشق منجهان آدمؑ کي پيدا ڪيو جنهڪري هن کي اشرف المخلوقات بڻايو.

٢- خدا تعاليٰ هن کي عشق جي امانت عطا فرمائي ۽ هن ۾ پنهنجا سمورا مخفي راز سمايا.

٣- آدمؑ جي گهر کي پاڻ سان آباد ڪيائين - بي مثال کي مثال ۾ آندائين.

٤- اگرچ منجهان ڪل ۾ مخفي راز ظاهر به ٿي پون - تب مان پيچ چوندس.

٥- سو آدم ڪٿي آهي؟ دنيا ڪٿي آهي؟ مگر خدا ئي هر هنڌ موجود آهي.

٦- "خَلَقَ الْاَشْيَاءَ وَهُوَ عَيْنُهَا" معنيٰ الله جي خلق الله جون اکيون آهن - تون ايها

معنيٰ سمجهه ۽ پيائي جي رستي کي ڇڏي ڏي.

٧- خلق کي پيدا ڪيائين سو خود آهي: "کُلّ شَئٍ مُحِيطٌ" معنيٰ الله سڀ شئي ۾

سمايل آهي - تنهنڪري ٻه سمجهڻ غلطي آهي.

٨- الله، انسان جو نالو ٿي آيو آهي - رحمان، انسان جو پوش ڪيو آهي.

٩- اُنهيءَ شاهنشاهه آدمؑ جو پوش ڪيو آهي - صراحي جي اندر شراب جوش ڪيو آهي.

۱۰۔ هرچه هست آن هست غیرے را مدان — نی دگر اوست عیان و نهان

۱۱۔ آن محمدؐ بادشاهِ دو جهان — این همه اسرار زو گشته عیان

۱۲۔ آن محمدؐ آن احد دان تو یک — یک بود آن دیک بود آری نه شک

۱۳۔ از محمدؐ شد عیان اسرارها — گفت آن انا احمد بلا میم بارها

۱۴۔ آن محمدؐ آن علیؓ باشد یکی — اندر این راه نه آری تو شکی

۱۵۔ آن ابوبکر و عمر، عثمان علی — یک ببین باشند یکدل هر ولی

۱۶۔ عشق نامه نام شد این نامه را — گشت فرمان از خدا این خامه را

۱۷۔ چند ابیات نوشت از عشقِ او — تا که خواص و عام خوانند نامه نو

۱۸۔ ناگهان در دستِ ما آمد قلم — بر کواعد شد روان پُر از الم

۱۹۔ همچنان اندر قلم دریا روان — گشت پیدا موج با موج گران

۲۰۔ از زبانم بشنوی کے این شد بیان — میکند اسرارِ عشقش را عیان

۲۱۔ تاج شاهِ عشق بر سرِ آدم است — تا که از آدم جمله روشن عالم است

۲۲۔ نی از من ابیات نی گفتارها — از کجا می آیند این اسرارها

۲۳۔ از کجا این می شود اسرار عیان — آنکه هست او میکند عیان و بیان

١٠- جيڪي ٻه آهي هو پاڻ آهي تو غير نه سمجھ. ظاهر ۽ باطن هن کان سواءِ ٻيو ڪونه آهي.

١١- محمد صلعم ٻنهي جهانن جو بادشاه آهي. الله جا سڀ راز رموز هن منجهان ظاهر ٿيا.

١٢- الله ۽ محمد صلعم کي تون هڪ سمجھ. هو ٻئي هڪ آهن، ان ۾ ڪو شڪ نه آڻ.

١٣- محمد صلعم کان ايهي راز ۽ اسرار شروع ٿيا. جو هن پاڻ فرمايو آهي "انا احمد بلاميم" معنیٰ مان بلاميم جي احمد آهيان يعني احد آهيان.

١٤- محمد صلعم ۽ علي پاڻ ۾ هڪ آهن. انهيءَ ڳاله ۾ تون ڪو شڪ نه سمجھ.

١٥- ابوبڪر، عمر، عثمان ۽ علي انهن کي هڪ ڪري ڏس، هو پاڻ ۾ سڀ يڪدل دوست آهن

١٦- هن نامه جو نالو عشق نامه آهي. ان لاءِ مون کي الله وٽان حڪم آيل آهي.

١٧- ڪجھ بيت مان هنجي عشق جي غلبه کان لکانٿو ته خاص عام هيءَ نئون نامون پڙهن.

١٨- اوچتي منهنجي هٿ ۾ قلم اچي ويو. ڪاغذ تي درد جا احوال شروع ٿي ويو.

١٩- منهنجي دل ۾ درياه پلتجي پيو. درياه جي موج تي موج شروع ٿي ويئي.

٢٠- منهنجي زبان کان ايهو بيان شروع ٿي ويو جو منهنجي عشق جي اسرارن کي ظاهر ڪريٿو.

٢١- آدم تي عشق جو شاهي تاج عطا ٿيو. آدم کان سارو جهان روشن ٿيا.

٢٢- هيءَ نه منهنجا بيت آهن ۽ نه منهنجو گفتگو آهي ته پوءِ هيءُ اسرار ڪٿان ظاهر ٿين ٿا؟

٢٣- هيءَ اسرار ڪٿان ٿا ظاهر ٿين؟ هيءَ جيڪي ٻه آهي اهو هو پاڻ بيان ڪري ٿو.

۲۴۔ این بیان دیدہ بہ عبرت آدمم — بعد از عبرت بحیرت آدمم

۲۵۔ آنچہ میگویم نمی دانم کہ کیست — نکتہا گوید کہ آن اسرار چیست

۲۶۔ یافتم آگاہی از مولائی ما — خواجہ عبدالحق ہادی رہنما

۲۷۔ آدم خانہ خدا تحقیق دان — آنکہ پاک ذات می سازد بیان

۲۸۔ تو نئی او ہست خود را گُم کنی — خویش را در بحرِ وحدت افگنی

۲۹۔ لیک از دولب دوئی آید برون — ہست حق واحدیت اندرون

۳۰۔ ہر چہ دانستن ست باقی بقا است — در نہ دانستن بود آن خدا است

۳۱۔ ہر چہ در دانستن ست وحدت بود — آنچہ آید در بیان کثرت بود

۳۲۔ ہم وبی سمیع وبی ینطق بدان — ہم وبی بیصر وبی یمشی عیان

۳۳۔ از وبی ینطق شنو کہ کردم بیان — میکنم اسرارِ حق را در عیان

۳۴۔ تاکہ "الانسان سِری" سِرّ دان — ہمہ "خلقت الخلق" را کردہ عیان

۳۵۔ آن کہ "انی اعلم" است آگاہ رو — ہم چو "ما لا تعلمون" رمزی شنو

۳۶۔ ہم "ظلوماً ہم جہولاً" کارِ او ست — آگہی یابی ازین فرمودہ او ست

۳۷۔ از ظلوماً قتل کردن نفسِ خویش — از جہولاً بگذرد از خویش و بیش

٢٤. هي بيان ڏسي ٿو ته جيڪي ماڻهو مان عبرت ۾ اچي ويو. عبرت کان پوءِ حيرت ۾ اچي ويو.

٢٥. هي جيڪي مان چوان ٿو تنهن جو چوندڙ ڪير آهي؟ هي چيل نڪتو ڪهڙو اسرار آهي؟

٢٦. انهن رازن جي سموري خبر مان پنهنجي مرشد عبدالحق کان معلوم ڪئي آهي.

٢٧. تون پڪ سمجھ ته انسان الله جو گھر آهي. اهو بيان اُها پاڪ ذات ظاهر ڪري ٿي.

٢٨. تون آهين ئي ڪونه. جيڪي آهي سو هو آهي. تون پاڻ کي گم ڪر ۽ پاڻ کي وحدت جي بحر ۾ اچلي ڇڏ.

٢٩. ٻن ڇپن مان جيڪي نڪري ٿو سا ٻيائي آهي مگر اندر ۾ حق ۾ هيڪڙائي آهي.

٣٠. جيڪي ٻه سمجھ ۾ اچي ٿو سا سڀ بقا آهي. جيڪي سمجھ کان ٻاهر آهي سو خدا آهي.

٣١. جيڪي سمجھ ۾ اچي ٿو سا وحدت آهي جنهن جو ظاهري بيان ڪجھ ڪجي ٿو سا ڪثرت آهي.

٣٢. حديث شريف ۾ آيل ته مومن سان گڏ ٻڌي ٿو، ڳالهائي ٿو، ڏسي ٿو ۽ هلي ٿو تون اهو قول سمجھ.

٣٣. انهيءَ گڏ ڳالهائيندڙ جي طرف کان ٻڌ جو مان بيان ڪيان ٿو ۽ الله جا اسرار ظاهر ڪيان ٿو.

٣٤. حديث قدسي ۾ آيل آهي ته "اَلْاِنْسَانُ سِرِّیْ وَ اَنَا سِرُّهٗ" معنيٰ انسان الله جو ڳجھ آهي ۽ الله انسان جو ڳجھ آهي. اهو قول تون سمجھ. ساري مخلوق جي اصل پيدائش کي پڌرو ڪيائين.

٣٥. "اِنِّيْ اَعْلَمُ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ" هي قرآن پاڪ جي آيت آهي جنهن ۾ الله پاڪ ملائڪن کي فرمايو آهي ته جيڪا مون کي خبر آهي سا وٽن کي نه آهي. سرمست ٿو فرمائي ته اهڙا رمزون کي معلوم آهي جنهن جي اُهان کي خبر نه آهي.

٣٦. ظلم ڪرڻ ۽ جهل ڪرڻ سندس ڪم آهي تون هنجي انهيءَ فرموده منجها واقف ٿي.

٣٧. ظلوما جي مراد آهي پنهنجي نفس کي مارڻ. جهولا جي مراد آهي پاڻ کي وسارڻ.

۳۷ الف۔ آن لقا باقی است کہ این حیرت است — عشق سرّ "الست بربکم" گفتہ است

۳۸۔ ہمچنان "قالوا بلیٰ" از و گفتہ است — ہر دو حرف از عشق پیدا گشتہ است

۳۹۔ داد آدم را چو سرّ "لم یکن" — حکم او را خدا شد "کُن فیکُن"

۴۰۔ آن خدا بخشید او را شوقِ عشق — آن تعالیٰ داد او را ذوقِ عشق

۴۱۔ سوزِ آتشِ عشق آدم را بداد — آنکہ سرّ لامکان در وی نہاد

۴۲۔ بایقین دان ہست آدم نورِ پاک — تا نیفگن تو نگاہ سوئی خاک

۴۳۔ آنکہ آدم ہست سالارِ فلک — داد سجدہ آن زمان او را ملک

۴۴۔ کرسیٔ یزدان این آدم بود — چونکہ از آدم ہمہ عالم بود

۴۵۔ گشتہ آدم دان کہ اسرارِ عیان — سرّہا پیدا شد اندر وی ہمچنان

۴۶۔ ہست آدم در دو عالم سرفراز — ہست آنجا و ہم اینجا شاہباز

۴۷۔ ہست آن سرّ معانی سرّ دان — ہست آن جنّاتِ کبرای جوان

۴۸۔ تاکہ آن معبود عالم آدم است — آدم او مقصود جملہ عالم است

۴۹۔ عشق در آدم آمد در کشود — سرّ مولیٰ اندر ان پیدا نمود

۵۰۔ عشق عشاقان را حیران نمود — سالکان را این کہ سرگردان نمود

الف
٣٧- هو بقا آهي تون حيرت نہ کر. الله عشق منجهان روحن کان پڇيو مان اوهان جو رب آهيان ؟

٣٨- روحن جواب ڏنو هائو. ايهي لفظ هن پاڻ ڇيا آهن - ايهي ٻئي سوال جواب عشق منجهان پيدا ٿيل آهن.

٣٩- انسان کي نہ ٿيڻ وارو ڪم سونپيو ويو آهي ۽ هن کي حڪم ٿيو تہ ٿي پئو ۽ هو ٿي ويو.

٤٠- الله هن کي عشق جو شوق بخشيو - الله هن کي عشق جو ذوق عطا ڪيو.

٤١- الله آدم ۾ عشق جي باهہ پيدا ڪئي ۽ هن ۾ لامڪان جا ڳجهہ سمائي ڇڏيا.

٤٢- تون يقين رک آدم نور پاڪ آهي ۽ تون هن کي مٽيءَ جي پيدائش نہ سمجهہ.

٤٣- آدم ساري آسمان جو سردار آهي جنهن ڪري هن کي ملائڪن سجدو ڪيو.

٤٤- آدم الله جي ڪرسي آهي. آدم منجهان سارو عالم پيدا ٿيو.

٤٥- آدم منجهان سمورا الکل اسرار پيدا ٿيا. آدم منجهان سمورا الکل راز ظاهر ٿيا.

٤٦- آدم ٻنهي جهانن ۾ سرفراز ٿيو. آدم ٻنهي جهانن جو سردار ٿيو.

٤٧- آدم الله جو ڳجهہ آهي - آدم جنّت جو مالڪ آهي.

٤٨- تنهنڪري ساري ڪائنات جو معبود (عبادت جي لائق) آدم آهي. ساري ڪائنات جو مقصد آدم آهي.

٤٩- عشق آدم ۾ اچي هن جو دل کوليو جنهنڪري الله جا ڳجهہ هن منجهان ظاهر ٿيا.

٥٠- عشق عاشقن کي حيران ڪري ٿو. عشق سالڪن کي پريشان ڪري ٿو.

۵۰. عشق آتش در دو عالم افگند / عشق از "من رانی" نعره زند

۵۱. عشق آید مسجد و دیر را ویران کند / مفتیان و قاضیان را حیران کند

۵۲. عشق آید عقل گردد ره گریز / هم ادب را گفت تو هم خیز خیز

۵۳. بر فلک آن بود و عشقش میدوید / آمده از آنجا درین جا آرمید

۵۴. می دوید آنجا سمندش بیکران / نعل او مانده بر اوج آسمان

۵۵. اینکه روشن تر ببینی آفتاب / روشنی آن نعل باشد کامیاب

۵۶. چرخ را هم چرخ داده عشق او / آفتاب و ماه سرگردان او

۵۷. شاهباز عشق چون از لامکان / کرد پرواز بسوی عرش دان

۵۸. دید آن بر عرش عالی عظمتی / پس به کرسی دید او را وسعتی

۵۹. چون به جنت آمده نعمت بدید / پس بخاک آمده و آن محنت ندید

۶۰. پس رسیده بر فلک رفعت بدید / هم از آن جای سوی جنت رسید

۶۱. چون از آنجا آمده اینجا رسید / غیر محنت دیگری چیزی ندید

۶۲. دید محنت اندر اینجا جای کرد / گرد پر این مشت خاکی راز درد

۶۳. محنت و هم محبت و صورت خط است / فرق اندر آن میان موج و شط است

٥١- عشق ٻنهي جهانن ۾ ٻاه ٻاري ڏني. عشق جي غلبه کان رسول پاڪ فرمايو "من رآني فقد راءُ الحق" معنيٰ جنهن منهنجو ديدار ڪيو تنهن الله جو ديدار ڪيو.

٥٢- عشق مسجد ۽ مندر کي ويران ڪري ڇڏيو. قاضين ۽ مفتين کي حيران ڪري ڇڏيو.

٥٣- عشق جي اچڻ سان عقل پٺيءَ وڃي ٿو ۽ عشق ادب کي پڻ تڙي ڪڍي ٿو.

٥٤- پهريان عشق آسمان تي ٻه ڊوڙيو پوءِ عرش تان لهي اچي زمين تي سڪونت ڪئي

٥٥- ڪنهن وقت هنجو گهوڙو اتي پيو ڊوڙيو. هن جي گهوڙي جو نعل آسمان جي چوٽي تي رهجي ويو.

٥٦- هيءُ جو صبح روشن ڏسي ٿو اها روشني هن کي هن جي نعل کان مليل آهي.

٥٧- عشق آسمان کي چڪر ۾ آندو، سج ۽ چنڊ عشق جي غلبه کان ڊوڙندا رهن ٿا.

٥٨- عشق جو شهباز پهريان لامڪان کان پرواز ڪري آسمان جي طرف آيو.

٥٩- آسمان تي هن پنهنجو عالي شان ڏٺو ۽ عرش جي ڪرسي ٻه هنکي تنگ نظر اچڻ لڳي.

٦٠- آسمان تي ويو ته اتي پنهنجو اعلى شان ڏنائين تنهن کان پوءِ هو جنت ڏانهن ويو.

٦١- جڏهن عشق جنت ۾ گهريو ته هن کي اتي نعمتون ڏسڻ ۾ آيون. اُتي محنتون ۽ رياضتون نه ڏسي هُن هِن دُنيا ڏانهن رُخ ڪيو.

٦٢- جڏهن اُتان هتي آيو ته هن محنت کان سواءِ هت ٻيو ڪجهه نه ڏٺو.

٦٣- اُهي محنتون ڏسي ڪري هن هت واسو ڪيو. پوءِ هن جهانِ خاڪيءَ کي هن دردسان پرپور ڪري ڇڏيو.

٦٤- محنت ۽ محبت ساڳي شڪل جا لفظ آهن. مگر اُن ۾ درياه جي موج ۽ درياه جي ڪناري جيترو تفاوت آهي.

۶۵۔ صد سلاطین را که مجنون میکند — صد جہان مجنون و مفتون میکند

۶۶۔ عالمان و قاضیان و مفتیان — صد فلایان میشود مجنون زآن

۶۷۔ ہرکجا آن شاہِ عشق خیمہ زد — ہرکسی را زیرِ فرمان آورد

۶۸۔ عقل را آنجا نہ جائی رفتن است — ہم ز ایمان کیش و دین برگشتن است

۶۹۔ نیست طاقت عقل را کہ آنجا رود — شہبازِ عشق بالا می پرد

۷۰۔ نزدِ شاہِ عشق شد بیچارہ عقل — عقل را با غمزہ می سازد قتل

۷۱۔ عشق شاہ است و عقل دربانِ او — این سپاہی یک بود سلطانِ او

۷۲۔ عشق می باشد ہمہ آگاہ راز — عشق اندر ہر دو عالم شاہباز

۷۳۔ عشق را تحقیق بصورت نگر — عشق ذاتِ حق بدانی ای پسر

۷۴۔ ہرچہ باشد عشق باشد تو بدان — بگذری یکبارگی از شک و گمان

۷۵۔ عشق میدارد بدان عالی مقام — عشق باشد تا کہ فی الاکوان نام

۷۶۔ ای پسر جز عشق دیگر راہ نیست — عشق سلطان است دیگر شاہ نیست

۷۷۔ عشق شاہ بر ہمہ غالب بود — قدر آن داند کہ او طالب بود

۷۸۔ آن کسی را عشق رفیقی خود نمود — تا ز دین اسلام او را در ربود

٦٥. عشق سون باوشاهن کي مجنون بڻائي ڇڏي ٿو ۽ انهن کي مجنون ۽ مفتون بڻائي ڇڏي ٿو.

٦٦. عالمن، قاضين، مفتين ۽ ملن سڀن کي هو مجنون بڻائي ڇڏي ٿو.

٦٧. جنهن جاءِ تي عشق سلطان منزل ڪري اچي ڪري ٿو ته هر ڪنهن کي پنهنجي زير تابع بڻائي ڇڏي ٿو.

٦٨. عقل کي اُتي پهچڻ جي جاءِ ناهي ۽ پڻ ايمان، مذهبُ دين کان ڦرڻو ٿو پوي.

٦٩. عقل کي طاقت نه آهي جو انهيءَ جاءِ تي پهچي سگهي جتي عشق جو شاهباز اڏامي ٿو.

٧٠. عشق بادشاهه اڳيان عقل نمائوڻي بيهي ٿو عشق عزي سان عقل کي قتل ڪري ٿو.

٧١. عشق بادشاهه آهي عقل هنجي اڳيان دربان آهي. عقل سپاهي آهي عشق بادشاهه آهي.

٧٢. عشق سموري راز کان واقف ڪري ٿو. عشق ئي جهان ۾ شهباز آهي.

٧٣. عشق کي تحقيق تون بي صورت سمجهه. اي پٽ! عشق کي تون ذاتِ حق ڪري سمجهه.

٧٤. جيڪي به آهي سو سمجهه ته اهو عشق آهي. ان ۾ ڪو به شڪ ۽ گمان نه آڻ.

٧٥. عشق جو اعلیٰ مقام آهي. عشق ئي آهي جو انسان کي اعلیٰ بڻائي ٿو.

٧٦. اي پٽ! عشق کانسواءِ ٻي ڪا راهه ڪانهي. عشق بادشاهه آهي ٻيو ڪو بادشاهه ڪو نهي.

٧٧. عشق بادشاهه آهي جو هر ڪنهن تي غالب پوي ٿو. مگر ان جو قدر اُن کي هوندو جو هن جو طالب آهي.

٧٨. جنهن شخص کي عشق اچي منهن ڏيکاريو تنهن کي دين اسلام کان ڇڏائي ڇڏيو.

۷۹۔ عشقِ جسم و جان را سازد فنا — از فنا می آرد سوئی بقا

۸۰۔ عشق را دانی که او باشد وہب — اختیاری نیست نبود در کسب

۸۱۔ عشق دریائی است بی پایان آن — موج اندر موج آرد بیکران

۸۲۔ عشق آن از بطن آگاہی دہد — کہ گدایان را شہنشاہی دہد

۸۳۔ جسم جان و دل فنا سازد جگر — عشق چون آتش بود سوزان تر

۸۴۔ عشق را دانی کہ شعلۂ آتش است — در دل پروانہ آتش چہ خوش است

۸۵۔ عقل گوید ورد را ہر روز خوان — عشق گوید این ہمہ باشد زبان

۸۶۔ عقل گوید طاعت و تقویٰ بجو — عشق گوید خویش را رسوا بکن

۸۷۔ عقل گوید نی گذاری وردا — عشق گوید بازگیری دُرد را

۸۸۔ عقل می گوید بباش در نیاز — عشق می گوید بباش بی نیاز

۸۹۔ عقل گوید پارچہ پیری بپوش — عشق گوید آن ہمہ یکجائی فروش

۹۰۔ عقل گوید سعیہ کن روزہ و نماز — عشق گوید آگہی یابی ز راز

۹۱۔ عقل گوید جامہ پوش ز زر — عشق گوید خاک باران کن بسر

۹۲۔ عقل گوید از ملامت دور باش — عشق گوید ملحد مشہور باش

۷۹. عشق جسم ۽ جان کي فنا ڪريتو ۽ انهيءَ فنائيءَ منجهان بقا تي پهچائي ٿو.

۸۰. عشق سمجهه ته الله جي خاص ذات آهي. جا محنت ڪرڻ سان نصيب نٿي سگهي.

۸۱. عشق بي انت درياهه آهي ان ۾ بي انت چوليون آهن.

۸۲. عشق پيت جي آگاهي ڏئي ٿو ۽ عشق ڪنهن پنيوڪي به بادشاهه بڻائي ٿو.

۸۳. عشق جسم جان ۽ جگر کي فنا ڪريتو - عشق ساڙيندڙ باهه آهي.

۸۴. عشق سمجهه ته باهه جو شعلا آهي. پروانو دل ۾ باهه کان ڪهڙو نه خوش آهي؟

۸۵. عقل ٿو چوي ته روزانه ورد وظيفه ڪندو رهه. عشق چوي ٿو ته اهو سڀ زبان آهي.

۸۶. عقل چوي ٿو ته عبادت ۽ پرهيزگاري ڪر. عشق چوي ٿو ته پاڻ کي بدنام ڪر.

۸۷. عقل چوي ٿو ته ورد وظيفه کي نه ڇڏ - عشق چوي ٿو ته درد هٿ ڪر.

۸۸. عقل چوي ٿو ته تون هميشه نياز ۾ رهه. عشق چوي ٿو ته سڀ کان بي نياز رهه.

۸۹. عقل چوي ٿو ته پيرن ۽ عالمن واري پوشاڪ ڏڪ. عشق چوي ٿو ته اهڙا

پوشاڪ وڪڻي ڇڏ.

۹۰. عقل چوي ٿو ته روزي نماز جي ڪوشش ڪر. عشق چوي ٿو ته راز جي حقيقت هٿ ڪر.

۹۱. عقل چوي ٿو ته قيمتي پوشاڪ پهر. عشق چوي ٿو ته اُن تي مٽيءَ جو مينهن وساءِ.

۹۲. عقل چوي ٿو ته ملامت کان پاسو ڪر. عشق چوي ٿو ته مشهور ملحد ٿي.

۹۳. عقل گوید بخوانی صد کتاب — عشق گوید تشغل کن رو دو باب

۹۴. عقل گوید گیر ننگ و نام را — عشق گوید بگسلی این خام را

۹۵. عقل می گوید برو افگن نقاب — عشق می گوید برون شو از حجاب

۹۶. عقل گوید سبحه و سجاده دار — عشق گوید کن تیاری سوی دار

۹۷. عقل گوید از بدی پرهیز کن — عشق گوید نیک و بد آمیز کن

۹۸. عقل گوید با عروس خانه کن — عشق گوید خانه را ویران کن

۹۹. عقل گوید پارسائی کن لبیب — عشق گوید بینوائی کن لبیب

۱۰۰. عقل گوید زاهد و عابد بباش — عشق گوید این خیال از دل تراش

۱۰۱. عقل گوید علم خوانی ای پسر — عشق گوید محو سازی هر بسیر

۱۰۲. عقل گوید قاضی و ملان بباش — عشق می گوید لا الا بباش

۱۰۳. عقل می گوید ز گفتن صبر کن — عشق گوید کوس سبحانی بزن

۱۰۴. عقل می گوید بیا اندر خموش — عشق میگوید منی بنوش و خود بجوش

۱۰۵. عقل گوید خویش را در بود دان — عشق گوید جمله را نابود دان

۱۰۶. عقل می گوید تو در هستی بیا — عشق می گوید تو در مستی بیا

۹۳. عقل چوي ٿو ته سَوَ ڪتاب پڙهه. عشق چوي ٿو ته چنگ ۽ رباب ۾ مشغول رهه.

۹۴. عقل چوي ٿو ته تون ننگ ناموس کي وٺ. عشق چوي ٿو ته ننگ ناموس کي ترڪ ڪر.

۹۵. عقل چوي ٿو ته منهن تي نقاب وجهه. عشق چوي ٿو ته انهيءَ حجاب کان ٻاهر نڪر.

۹۶. عقل چوي ٿو ته تسبيح ۽ صلوات ڪر. عشق چوي ٿو ته سوريءَ تي چڙهڻ جي تياري ڪر.

۹۷. عقل چوي ٿو ته بديءَ کان پاسو ڪر. عشق چوي ٿو ته نيڪي بدي سڀ گڏ ڪري ڇڏ.

۹۸. عقل چوي ٿو ته گهر ۾ ڪنوار پرڻي وڃي ويهار. عشق چوي ٿو ته گهر کي ويران ڪري ڇڏ.

۹۹. عقل چوي ٿو ته گهڻي پرهيزگاري ڪر. عشق چوي ٿو ته گهڻي مسڪيني ڪر.

۱۰۰. عقل چوي ٿو ته عابد ۽ زاهد ٿي. عشق چوي ٿو ته اهو خيال دل منجهان ڪڍي ڇڏ.

۱۰۱. عقل چوي ٿو ته پٽ علم پڙهه. عشق چوي ٿو ته پاڻ ۾ سارو گم ٿي وڃ.

۱۰۲. عقل چوي ٿو ته قاضي ۽ ملان ٿيءُ. عشق چوي ٿو ته لا کي ڇڏي اِلا ٿيءُ يعني نفي کي ڇڏي اثبات هٿ ڪر.

۱۰۳. عقل چوي ٿو ته صبر ڪر. عشق چوي ٿو ته منصوري نعرو هڻ.

۱۰۴. عقل چوي ٿو ته خاموشيءَ ۾ گذار. عشق چوي ٿو ته شراب پي مست ٿيءُ.

۱۰۵. عقل چوي ٿو ته پاڻ کي هيٺ ۾ سمجهه. عشق چوي ٿو ته سڀ کي نابود سمجهه.

۱۰۶. عقل چوي ٿو ته پاڻ کي هستيءَ ۾ آڻ. عشق چوي ٿو ته پاڻ کي مستيءَ ۾ آڻ.

۱۰۷. عقل گوید جامۂ مفتیان بپوش — عشق گوید زود شب ہی را بنوش
۱۰۸. عقل گوید دانۂ تسبیح شمار — عشق می گوید ببند اوی زنار
۱۰۹. عقل گوید از جماعت ساز کن — عشق گوید درد را آغاز کن
۱۱۰. عقل گوید جامہ و شالی بیار — عشق گوید حال احوال بیار
۱۱۱. عقل در جہان مشہور شو — عشق گوید از خلائی دور شو
۱۱۲. عقل گوید جمع کن صد مردمان — عشق گوید بگذری از نی و این آن
۱۱۳. عقل گوید در خلائق باش پیر — عشق گوید در محبت شو اسیر
۱۱۴. عقل گوید اندرون مسجد نشین — عشق گوید و سوی میخانہ بین
۱۱۵. عقل گوید کن طہارت بارہا — عشق گوید جسم و جان را کن رہا
۱۱۶. عقل گوید کن سوال و کن جواب — عشق گوید پیش عالم شو خراب
۱۱۷. عقل میگوید نیکو نام باش — عشق گوید در جہان بدنام باش
۱۱۸. عقل گوید در جہان فرزانہ شو — عشق گوید عاشق و دیوانہ شو
۱۱۹. عقل می گوید راہِ دینی بگیر — عشق گوید راہِ مسکینی بگیر
۱۲۰. عقل میدارد خبرداری زخود — عشق دارد ہیچ بیزاری زخود

١٠٧. عقل چوي ٿو ته مفتيءَ وارو لباس ڍڪ. عشق چوي ٿو ته رات ڏينهن شراب پيءُ.

١٠٨. عقل چوي ٿو ته تسبيح جا داڻا ڳڻ. عشق چوي ٿو ته جٽيو پاءِ.

١٠٩. عقل چوي ٿو ته جماعت ٺاهه. عشق چوي ٿو ته درد کي شروع ڪر.

١١٠. عقل چوي ٿو ته قيمتي پوشاڪ پاءِ. عشق چوي ٿو ته حال کي حاصل ڪر.

١١١. عقل چوي ٿو ته دنيا ۾ مشهور ٿيءُ. عشق چوي ٿو ته دنيا کان پاسو ڪر.

١١٢. عقل چوي ٿو ته سوين ماڻهون گڏ ڪر. عشق چوي ٿو ته مَن هُن کي ڇڏي ڏي.

١١٣. عقل چوي ٿو ته خلق ۾ پير بڻج. عشق چوي ٿو ته محبت جو قيدي بڻج.

١١٤. عقل چوي ٿو ته وڃي مسجد ۾ ويهه. عشق چوي ٿو ته وڃي ميخاني ۾ ويهه.

١١٥. عقل چوي ٿو ته پاڪائي گهڻي ڪر. عشق چوي ٿو ته جسم ۽ جان کي ڇڏي ڏي.

١١٦. عقل چوي ٿو ته سوال جواب ڪر. عشق چوي ٿو ته عالم ۾ خراب ٿيءُ.

١١٧. عقل چوي ٿو ته جهان ۾ نيڪ نام ٿيءُ. عشق چوي ٿو ته جهان ۾ بدنام ٿيءُ.

١١٨. عقل چوي ٿو ته دنيا ۾ دانا ٿيءُ. عشق چوي ٿو ته دنيا ۾ ديوانو ٿيءُ.

١١٩. عقل چوي ٿو ته دين جو رستو وٺ. عشق چوي ٿو ته مسڪينيءَ جو رستو وٺ.

١٢٠.

١٢١. عقل پنهنجي خبرداري ٿو رکي. عشق پاڻ کان بيزاري ٿو رکي.

١٢٢۔ عشق اسرارِ خدا پیدا بکرد — عشق شاہان را بسی شیدا بکرد

١٢٣۔ عشق عشاقان را حیران کُند — سالکان را این کہ سردار کُند

١٢٤۔ عشق سوزد اینک ننگ و نام را — عشق از دل می کشد آرام را

١٢٥۔ عشق سازد "لی مع اللہ" را عیان — عشق انا الحق بگوید ہر زمان

١٢٦۔ عشق شاہ او کوس سبحانی زند — عشق غوغائی بعالم افگند

١٢٧۔ عشق سازد صد دوکانہا خراب — عشق سازد محو ہر جملہ کتاب

١٢٨۔ پیشِ سلطانِ عشق دیر و خانقاہ — ہر دو را او دارد در یک نگاہ

١٢٩۔ عقل می آرد دوئی را در نگاہ — عشق فی التوحید دارد پا نگاہ

١٣٠۔ عقل اندر افتخاری آمدہ — عشق اندر افتقاری آمدہ

١٣١۔ عقل دارد ہر خسانی جائیگاہ — عشق میدارد کہ عالی بارگاہ

١٣٢۔ عشق نعرہ دم انا الحق میزند — عشق قلعۂ ہستی را بشکند

١٣٣۔ بحرِ عشق موج در موج آورد — عشق اندر لامکان آورد

١٣٤۔ عشق نعرہ "لیس فی جبتی" زند — عشق آن بی من و مائی کُند

١٣٥۔ "لو کشف" آن عشق کردہ سرّ عیان — عشق آن "انا احمد بلا میم" بیان

١٣٦۔ عشق باشد با ملامت مشتہر — عشق باشد در دو عالم بہرور

١٢٢. عشق الله جا اسرار اندر ۾ پيدا ڪريٿو. عشق سيني کي مستان ڪريٿو.

١٢٣. عشق عاشقن کي حيران ڪريٿو. ۽ سالڪن کي ڏس ته ڪيئن سرگردان ڪريٿو.

١٢٤. عشق ننگ وناموس کي جلائي ڇڏي ٿو. عشق دل منجهان آرام ڪيدي ڇڏي ٿو.

١٢٥. "لِي مَعَ اللهِ وَقتًا" هيءُ حضور پاڪ جو قول آهي جنهن ۾ فرمايل آهي ته "وقت بوقت الله مون سان ساٿ آهي. اهو قول عشق جي جذبي کان ظاهر ٿيل آهي ۽ عشق انا الحق جو نعرو هڻي ٿو.

١٢٦. عشق بادشاه آهي جو انا الحق جو نعرو هڻي ٿو. عشق ساري دنيا ۾ شور پيدا ڪريٿو.

١٢٧. عشق سون دڪانن کي خراب ڪريٿو. عشق سيني ڪتابن کان آجو ڪريٿو.

١٢٨. عشق بادشاه آهي جو مسجد ۽ مڙهي ٻنهي کي هڪ نگاه سان ڏسي ٿو.

١٢٩. عقل ٻيائي جي نگاه پيدا ڪريٿو. عشق هيڪڙائي ۾ پختو ڪري ٿو.

١٣٠. عقل وڏائي پيدا ڪريٿو. عشق نيزاري پيدا ڪريٿو.

١٣١. عقل وارن جي جاء ڪڪائين آهي. عشق جي منزل اعلیٰ آهي.

١٣٢. عشق انا الحق جو نعرو لڳائي ٿو. عشق هستي جي قلعي کي ڊاهي ٿو.

١٣٣. عشق جو سمنڊ ڇولين ۾ ڇوليون هڻي ٿو. عشق لامڪان جو سير ڪرائي ٿو.

١٣٤. * ليس في جبتي ماسوا الله" هيءُ شيخ جنيد بغدادي جو قول آهي جنهنجو معنیٰ آهي ته "منهنجي جُبي ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه آهي. ايهو نعرو عشق هڻي ٿو ۽ عشق تون ۽ مان (خودي) کان ٻاهر ڪيدي ٿو.

١٣٥. عشق "لو ڪشف" جو راز ظاهر ڪريٿو. عشق "انا احمد بلاميم" بيان ڪريٿو.

* لو ڪشف الغطاءُ مَا ازددت يقينًا" هيءُ حضرت عليؓ جو قول آهي جنهنجو حاصل مطلب آهي ته جيڪڏهن حجاب جو پڙدو هٽبو ته يقين زياده ٿيندو.

١٣٦. عشق ملامت ۾ مشهور ڪريٿو. عشق ٻنهي جهانن جو فائدو ڏئي ٿو.

۱۳۷۔ عشق سازد ہر ہمہ علم و عیان     آن عیان را عشق می سازد بیان

۱۳۸۔ عشق جوہر جان را پیدا کُند     عشق نابینا را بینا کُند

۱۳۹۔ عقل باشد عقب دُنیا دون دوان     عشق باشد بادشاہِ دو جہان

۱۴۰۔ عقل اندر خود پرستی آمده     عشق اندر ہست مستی آمده

۱۴۱۔ عقل دانی طالبِ دُنیا شده     عشق از دُنیا برون عقبا شده

۱۴۲۔ عقل آن آباد سازد خانہ را     عشق بین خوش دارد ویرانہ را

۱۴۳۔ عقل صورت ہا آرد در نظر     عشق ہر صورت کُند گم سر بسر

۱۴۴۔ عقل صد پردہ بینی کہ افگند     عشق صد پردہ حجاب بشکند

۱۴۵۔ عقل آید دم بدم اندر سجود     عشق می سازد فنا فانی وجود

۱۴۶۔ عقل می خواہد سرفرازی بسی     عشق دارد آنکہ بی نیازی بسی

۱۴۷۔ عقل می سازد ہمہ قیل و قال     عشق آرد دم بدم احوالِ حال

۱۴۸۔ عقل در دُو رنگی آمد ای پسر     عشق یک رنگی نماید سر بسر

۱۴۹۔ عقل را دانی کہ در تقلید شد     عشق را خوانی کہ صد توحید شد

۱۵۰۔ عقل بہ نماید جمالِ جان و تن     عشق جان و تن را گداز و سر شکن

۱۵۱۔ عقل بہ نماید تماشائی جہان     عشق بر ساند بذاتِ جاودان

۱۵۲۔ عشق نامہ روز جمعہ شد تمام     ختم شد اکنون بگو تو والسلام

١٣٧- عشق سڀ تي علم ظاهر ڪريٿو- عشق انهيءَ ظاهر جي علم جو بيان ڪريٿو-

١٣٨- عشق جان ۾ جوهر پيدا ڪريٿو - عشق اندرن کي روشني بخشي ٿو-

١٣٩- عقل دُنيا ڪمينيءَ جي پوُيتان ڊوڙائي ٿو- عشق ٻنهي جهانن جو بادشاه بڻائي ٿو-

١٤٠- عقل اندر ۾ وڏائي پيدا ڪريٿو- عشق اندر ۾ مستي پيدا ڪريٿو-

١٤١- عقل دُنيا جو طالب بڻائيُ ٿو- عشق هن دنيا مان ڪڍي ٻي دنيا ۾ آڻي ٿو-

١٤٢- عقل گهر کي آباد ڪري ٿو- عشق ويراني ۾ خوش ٿئي ٿو-

١٤٣- عقل سڀ صورت کي نظر ۾ آڻي ٿو- عشق سڀ صورت کي ڇڏي ڏئي ٿو-

١٤٤- عقل سوَ پڙدا وجهي ٿو- عشق سڀ پڙدا حجاب جالاهي ڇڏي ٿو-

١٤٥- عقل هردم سجدو ڪريٿو- عشق فاني وجود کي فنا ڪري ٿو-

١٤٦- عقل چوي ٿو ته خوشنودي هجي- عشق چوي ٿو ته سڀ کان بي نياز هجي-

١٤٧- عقل قيل قال پيدا ڪريٿو- عشق دم بدم احوال حال آڻي ٿو-

١٤٨- عقل دورنگي يعني ٻيائيُ آڻي ٿو- عشق يڪرنگي يعني هيڪڙائي ٿو-

١٤٩- تون ڄاڻ ته عقل ٻي جي نقل ڪريٿو - عشق کي توحيد جو سرچشمه ڄاڻ-

١٥٠- عقل جان ۽ تن جي سونهن ڏيکاري ٿو- عشق جان ۽ تن کي ڳاري ٿو-

١٥١- عقل جهان جو تماشو ڏيکاري ٿو- عشق الله جي بقا دار ذات پهچائي ٿو-

١٥٢- هي عشق نامه جمعه جي ڏينهن پورو ٿيو- هاڻي هي ختم ٿيو- هاڻي اوهان کي

سلام ڪجي ٿو-

# تصنيفات قاضي علي اڪبر صاحب درازي

جناب قاضي علي اڪبر درازي سنڌ جو واحد اديب آهي جنهن حسب ذيل ۴۱ ڪتاب شائع ڪرايا آهن ۽ تقريباً ٻه سو ابيات ٻه جدا جدا زبانن ۾ لکيو آهي يعني اوهان هڪ بلند پايه شاعر به آهن.

سنڌي ڪتاب

۱. دوله درازي

۲. داتا درازي

۳. درد جو داستان

۴. عشق حبيب

۵. قرت العين رسول

۶. بيت الرضوان

۷. سخي سرتاج

۸. شهنشاه عشق

۹. سرتاج الشعراء

۱۰. فاتح سنڌ

۱۱. ديوان غلام اڪبر

۱۲. ديوان ڪوجهي

۱۳. سوانح حيات ڪوجهي فقير

۱۴. مثنوي عشق نامه

۱۵. مثنوي درد نامه

۱۶. مثنوي گداز نامه

۱۷. مثنوي رهبر نامه

۱۸. مثنوي راز نامه

۱۹. مثنوي تار نامه

۲۰. ديوان خدائي

۲۱. سفرنامه ايران و عراق

۲۲. انتخاب سنڌي ڪلام

۲۳. تصوف تقدير ۽ تدبير

۲۴. عشق عجيب اسرار

۲۵. شاعر اعظم

اُردو ڪتاب

۲۶. شاعر هفت زبان

۲۷. مختصر سوانح حيات

۲۸. عظيم شاعر و مفڪر

۲۹. مثنوي وحدت نامه

۳۰. مثنوي وصلت نامه

۳۱. غزل بحر طويل

۳۲. نڪته تصوف

۳۳. سرتاج الشعراء

۳۴. انتخاب اُردو ڪلام

سرائيڪي

۳۵. انتخاب سرائيڪي ڪلام

انگريزي ڪتاب

۳۶. گريٽيسٽ پوئٽ

۳۷. انٽرنيشنل پوئٽ

زير طبع

۳۸. دوله درازي جي درٻار جا در

۳۹. مڪمل سوانح حيات حضرت سچل سرمست

۴۰. سنڌي ترجمه ديوان آشڪار

۴۱. اردو ترجمه ديوان آشڪار